# ساقي نامو

ساقيا، ڏي پري کو جامِ شراب
ميٽجي جيئن وچن گناه ثواب
اهڙي مئي ڏي هن زماني ۾
دل ٻري ۽ هجي اکين ۾ آب.

معرفت جو شراب ڏي ساقي،
منهنجي "مان مان" وڃي رهان باقي.
ان طرح پاڻ کان ڏي آزادي،
جو فنا مان ملي بقا باقي.

ساقيا، ڏي شراب وحدت مان،
جي ڏسان کنهن ڏي مان ته عبرت سان،
سير مون کي ڪرائي ڪثرت جو،
بيخودي بخش بحرِ حيرت کان.

ساقيا، هي شراب ڪين ڪپي
تنهنجي وحدت جي مئي ملي مون کي،
ذوق ۽ شوق جو پيالو پر،
پنهنجي درگاه جي ڪتي کي ڏي.

ساقيا، ٽوڙ قيدِ هستيءَ کي،
آڻ شب و روز مون ڏي مستيءَ کي.

بيخبر ڪر پنهي جهانن کان،
ڪيڊ بلندي ڪي توڙي پستي ڪي.

زندگي ٿي خراب، اي ساقي،
ٿيو نہ حاصل شراب، اي ساقي،
عشق جي مئي بغير جا گذري،
هئي حياتي عذاب اي ساقي.

بيخودي جو شراب ڏي ساقي،
خود نمائي کي ڪر پري ساقي،
نيڪ يا بد بڻاءِ جيئن چاهين،
پنهنجي در جي غلام کي ساقي.

جام مئي جو پيار اي جاني،
دور ڪر دل جي هي پريشاني،
عمر گذري پئي ٿيس ساقي،
رات ڏينهن آهي بس پشيماني.

ڏي نہ ساقي شراب انگوري،
آهي ان کان اسان کي صد دوري،
لازوال آهي جام وحدت جو،
جنهن جي پيتي وڃي ٿي مهجوري.

ڏي ڪو مستي جو حال اي ساقي،
دور ٿئي قيل و قال اي ساقي،
هي وظيفا ۽ ورد ڪين ڪپن،
گهرجي تنهنجو خيال اي ساقي.

مون کي شيشي جي جام ۾ مئي ڏي،

دم ۾ ساقي هي درد ڇڏ لاهي،
ڀل ”براين جي ماءُ“ چئي زاهد،
سچ نظر ڪين ايندو انڌي کي.

ساقيا، کول پنهنجو مئخانو،
ڏي ڀري مون کي منهنجو پئمانو،
مست بيخود ٿيان شراب چکي
هوڏ هٺ کان وڃان ٿي بيگانو.

ساقيا، مون کي بڻائي راز دار
ڪر خدا را خود نمائي کان بہ ڌار،
سڀ ڪو ڀل بيدين ۽ ملحد سڏي،
آهي دو عالم ۾ عاشق آشڪار،

ساقيا! اڄ عيد ڪئي آهي اسان،
پنهنجو نالو پيش ٿيو ان جي اڳيان،
حاضري ٿي جنهن جي سا دل ٿي قبول،
عارفن مون کي ٻڌايو هي بيان.

ساقيا، ڏي ان جي رمزن جو پتو،
جيڪو واٽهڙو فنا جڳ مان ٿيو،
هڪ ۾ هڪ ٻئجي هميشه هو رهيو،
ڄاڻندڙ هڪ جي عيوض ڄاتو نہ ٻيو.

ساقيا هن عشق کان آگاھ ڪر،
سور سان ۽ سوز سان همراھ ڪر،
بيڪس آهيان تنهنجي آڏو حال ڏس،
درد ۽ الفت جي مون کي شاھ ڪر.

ساقيا، ڪر مات منهنجو ننگ نام،
مهر مان مون کي ڀري ڏي مئي جو جام،
ٻن جهانن ۾ رهان جيئن مست تي،
غرق ڪر وحدت جي وادي ۾ مدام.

ساقيا، ڏي جام مئي جو پُر ڪري،
جنهن جي خوشبو سان طبيعت تر ٿئي،
يار جي دوري جو درد آهي گهڻو،
شمع جهڙي ديد سان دلبر ملي.

اڄ هيئڙ محفل ۾ هل ساقي سڌو،
گل جي موسم آهي ڇڏ سستي سگهو،
هڪ مٿان ٻيو جام مئي گلفام جو،
ڪيترو هن مند ۾ ڏئي ٿو مزو.

ٿي نہ ساقي محتسب کان خوفناڪ،
مئي مثل دل کي ڪندي ڇا نيڪ ناڪ،
ڏي پيالو زندگي جي آب مان،
جيئن رهان زنده هميشه زيرِ خاڪ.

جام مئي جو ساقيا پڙرو پيار،
زاهدن واري ريا کان آهي عار،
کوڙ يا ٻئي جي پچر کان مئي ڀلي،
پنهنجو منهن مئخاني ڏي ڪر اشڪار.